

# ديوانِ

# فقيرمَست مُحمد مُقيم رح

حضرت فقير مست محمد مقيم صوفي القادري قدس سره الله جي سوانح عمري ۽ ڪلام




تحرير ۽ سهڙيندڙ

**فقير طارق حيات لاشاري**



**درگاهہ حضرت ٻُڍل فقير صوفي القادري**

**لوڌراہ شڪارپور** (2012)

# پہ لفظ

سڀ کان پهرين اُن مالڪ ڪريم ۽ مرشد جا ٿورا جن جي لطف و ڪرم سان جي ديوان مرتب ڪري اوهان جي آڏو پيش ڪيو آهي. هن ديوان جي تياري دوران درگاهہ حضرت ٻُڍل فقير جي گادي نشينن حضرت فقير عبداالغفار بابو سائين ۽ حضرت فقير ثنا الله سائين جن جا لک لائق جو پاڻ مون کي هر وقت همٿائيندا ۽ منهنجي رهنمائي ڪندا رهيا. ڪافي موقعن تي پنهنجي مصروف زندگي مان وقت ڪڍي قيمتي مشورن سان نوزيندا بہ رهيا.

هن ديوان مرتب ڪرڻ دوارن مون کي صرف هڪ قلمي نسخي جي نقل دستياب هُئي جيڪا ڪافي پراڻي حالت ۾ هُئي. اُن قلمي نسخي جو ڪاتب سليمان فقير ساڪن شهر جهان خان هو. اُن نسخي ۾ ڪافي جاين تي لفظ مٽيل ۽ مشڪل صورت خطي ۾ هُئا. جنهن جي ڪري مون ڪوشش ڪري درگاهہ جي اُنهن فقيرن سان رابطو ڪيو جن کي حضرت مست مقيم جن جو ڪلام ياد هو. تن فقيرن مان فقير غلام حسين ابڙو ۽ فقير نظير حسين ابڙو جو ٿورائتو آهيان جيڪي وقت بہ وقت منهنجي رهنمائي ڪندا رهيا.

هن ديوان ۾ اگر ڪٿي ڪا ڀُل چڪ تي وئي هجي تہ مهرباني ڪري پنهنجي رائي ڪتاب ۾ موجود ايڊريس تي موڪليندا تہ جيئن ان کي بهتر کان بهتر بڻائي سگهجي.

آخر ۾ ڏٺي در عرض تہ شل مون هي علمي پورهيو قبول پوي. ان مان طالبن ۽ عقيدت مندن کي وڏ ۾ وڏ فائدو پوي.

02/11/2012

سگ در درگاهہ ٻُڍل فقير

طارق حيات لاشاري

مهر محلو، نيو پنڌ، سکر
tariq.lashari@gmail.com
0333-7116642

حضرت شهنشاھ ٻُڍل فقير صوفي القادري ۽ سندن فرزند فقير مست محمد مقيم صوفي القادري جي هڪ يادگار تصوير



حضرت شهنشاھ ٻُڍل فقير صوفي القادري ۽ سندن فرزند فقير مست محمد مقيم صوفي القادري جي
هڪ يادگار تصوير

# حضرت فقير مست محمد مقيم جن جو خانداني شجرو



# فهرست

| | |
|---|---|
| سوانح عُمري: حضرت فقير مست محمد مقيم صوفي القادري | 6 |
| پيدائش | 6 |
| سيرت | 7 |
| مجازي عشق | 7 |
| وصال | 9 |
| مولود | 10 |
| ڪافيون | 11 |
| ڪانگل جا بيت | 101 |
| بيت مترفقہ | 107 |
| سسئي جا بيت | 111 |
| سسئي جو ٽيھہ راتيون | 114 |

# سوانح عُمري

# حضرت فقير مَست مُحمد مُقيم صُوفي القادري

سنڌ جي اهل ولايت بزرگن جو نالو هميشہ کان ئي تصوف جي دنيا ۾ مٿاهون ۽ مان وارو رهيو آهي. سنڌ جي فقيرن محي الدين ابن عربي جي وقت کان وٺي پاڻ کي پروڙڻ جي چاڻ ۽ پيغام ڏيندا رهيا آهن. انهن عشاقن ۾حضرت شاهہ لطف الله قادري، حضرت شاهہ عبدالطيف ڀٽائي،حضرت پير محمد راشد روضي ڌڻي، حضرت سچل سرمست، شاهہ عنايت شهيد، حضرت قادر بخش بيدل، حضرت صوفي روحل فقير ۽ ٻين هنڌ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ حق جو هوڪو ڏنو. اهڙن املهہ هستين ۾ حضرت فقير ٻيدل فقير صوفي القادري جن جو فرزند ارجمند حضرت صوفي فقير مست محمد مقيم بہ پاڻ پنهنجي مٽ پاڻ هو .

## پيدائش

حضرت فقير مست مُحمد مُقيم جن جي پيدائش جي بابت صحي معلومات راقم الحروف کي نہ ملي سگهي. پاڻ جن پيدائش ***1880*** جي ارد گرد ڳوٺ درگاهہ ٻُيدل فقير، شڪارپور ۾ ٿي. پاڻ ننڍي هوندي کان ئي پنهنجي والد ماجد شهنشاهہ فقير ٻيدل سائين جن جي صُحبت ۾ رهيا. بقول ٻيدل سائين جن جي ”مست مقيم مون کي ڏاڍو پيارو آهي“. اهڙي روايت درگاهہ جا فقير بہ ڪن ٿا تہ حضرت ٻيدل سائين جن حضرت مست مُحمد مُقيم جن کي وڏ ۾ وڏ ڀائيندا هئا. جيستائين پاڻ پنهنجي اکين سان پنهنجي مربي پٽ کي نہ ڏسندا هئا تہ دل کي سک ۽ آرام نہ ملندو هين. ائين ڪٿي چئجي تہ حضرت مست مُحمد مُقيم جن شهنشاهہ ٻيدل سائين جن لاءِ محبوب جي صورت هئا. وري ان جي ابتڙ حضرت مست مُحمد مُقيم سائين هميشہ شهنشاهہ ٻُيدل سائين جن کي هڪ مربي پير مغان وانگر ڪري ڏٺو. فقير مست سائين جن جڏهن بہ ٻيدل سائين جي سامهون ويٺا تہ با ادب ٿي دوزانو ويهندا هئا. حضرت مست مُحمد مُقيم مرشد سائين حضرت ٻُيدل سائين سان عقيدت جو اظهار پنهنجي بيتن ۾ هن ريت ڪيو آهي:

”نيڻ ڪٿي تون نهار، مرشد نانءُ مولا جي“

هڪ ٻئي هنڌ فرمايو اٿن:

”مست مُقيم ڪي هر دم هادي، ٻيدل ٻري ڏي جام“

**سيرت**

حضرت فقير مست مُحمد مُقيم ڪي پير مغان طرفان عشق جي ڪا اهڙي عنايت مليل هئي جو پاڻ جيڪو وقت خلوت ۾ ملندو هين سو محبوب سان روح رهان ڪندي گذرندو هين. پاڻ رات جو آرام ڪين ڪندا هئا. گهڻو ڪري فقرائن کي وحدت جا راز سمجهائيندا هئا يا وري راڳ ويراڳ جي محفل مان عشق جي آڳ کي توڙ تائين پهچائيندا هئا.

ٻيدل سائين جن جي موجودگي حضرت مست محمد مقيم جن طالبن لاءِ هڪ مثالي مريد جي صورت هئا. ٻيا فقير سائين حضرت مست محمد مقيم جن کي ڏسي حقيقي مريد هئڻ جي معني پروڙڻ جي سعي ڪندا هئا. ائين ڪٿي چئجي ته ٻيدل سائين جن حضرت مست محمد مقيم جن صورت ۾ طالبن کي اها پئي تلقين ڪرڻ فرمائي ته ”طريقت جو طالب هيئن هوندو جيئن حضرت مست محمد مقيم جن آهي.“

**مجازي عشق**

ڪنهن درويش جو قول آهي ”المجاز قنطرۃ في الحقيقت“ يعني ”مجاز حقيقت ڏي وڃڻ لاءِ هڪ پل جو ڪم ڪندو آهي“.حضرت فقير مست محمد مقيم جن ازلي حسن جو مشاهدو وٺڻ لاءِ هميشه پياسي رهندا هئا. پاڻ پنهنجي زندگي ۾ هڪ سچي عاشق وانگر وحدت جي باغ جي گلن جو واس ورتو. سائين حضرت فقير مست محمد مُقيم جن به اهل ولايت بزرگن وانگي مجاز جي منزلن مان اڪري پار ويا. انهيءَ مجاز جي سموري سفر ۾ سندن مرشد حضرت ٻيدل فقير سائين جن سندن همراهه هيا. انهي مجازي محبت جو هڪ حيرت ۾ وجهندڙ قصو جيڪو حضرت فقير مست محمد مقيم جن جي زندگي ۾ پيش آيو سو هت بيان ڪرڻ ضروري آهي.

حضرت فقير مست محمد مقيم جن سُلطان ڪوٽ جي پٺاڻن جي هڪ نيڪ صورت ۽ نيڪ سيرت خاتون جي مجاز جي الستي چوٽ جا شڪار ٿيا. فقير سائين جن جو عشق ڪو دنياوي ڪو نه هو. اِهو عشق آڪين جو آڪين سان هو. فقير سائين جن جو عشق ڪيترا ورهه جاري رهيو. فقير سائين جن کي پنهنجي محبوب سان ايترو ته لڳاءُ هو ڳالهه وڃي جيئڻ مرڻ جي قسمن تائين پهتي. انهيءَ دوران فقير مست سائين ان مجازي عشق جو اهڙو لڪُ ڪيو جو ڪنهن کي خبر ڪونه پئجي سگهي. چوندا آهن ته عشق ۽ مُشڪ ڪونه لڪندو آهي. اهڙي طرح هڪ ڏينهن فقير مست سائين جن محبوب رضائي الاهي سان برقعو مٿائي ويا. هوڏانهن فقير سائين جن جي محبوب دم ڏٺي حوالي ڪيو. هيڏانهن فقير سائين جن اُتي ڪرڙا ٿيا. اکين مان نير ۽ سر تي خاڪ وسائي محبوب جي جسد خاڪي کي وٺڻ لاءِ فقراه کي سڏ ڪيائون. جڏهن فقراه کي خبر پئي ته انهن کان چرڪ نڪري ويا. اهو

اِن لاءِ تہ اُن دور ۾ سُلطان ڪوٽ جا پٺاڻ هڪ تہ پنهنجي قبيلي جا سردار ۽ ٻيو تہ ترَ ۾ سندن وڏو اثر رسوخ هيو. ڪنهن جي مجال ڪونہ هوندي هُئي جو پٺاڻن جو نالو وٺي. اُنهن جو نالو وٺڻ خاص ڪري ڪنهن ننگ جو چڻ خطري يا وري موت کي دعوت ڏيڻ جي مترادف هيو.

اِهو خيال ڪري فقيرن سائين مست مُقيم کي سمجهايو تہ ،”سائين جو وڃڻ مناسب ناهي.“ پر فقير مست سائين فقيرن کي چيو تہ، ”اسان پنهنجي محبوب سان قول قرار ڪيا آهن جيڪي اسين پاڙيندا سي. فقيراڻي جو جسد خاڪي درگاهہ ٻڌيل سائين وٽ دفن ٿيندو. سو اچو تہ هلون.“ مرشد جي اُمر کي برچشم رکي فقراه سائين مست محمد مقيم جن سان روانو ٿيو.

جيئن تہ سائين جن جو فقراه هٿين خالي هئو سو هلڻ مهل انهن جي دلين ۾ خيال آيو شايد هو موت جي منهن ۾ پيا وڃن. سائين مست مقيم جن اهڙو اندازو باطني طريقي سان لڳائي ورتو ۽ فقيرن کي چيو تہ ”اوهين ڪو اُلڪو نہ ڪريو اسان توهان سان گڏ آهيون، توهان جو ڪو وار بہ ونگو نہ ڪندو.“ اهڙي آٿت ڏيڻ جي فقيرن جي همت وڌي وئي.

اُتي پهچڻ بعد سائين مست مقيم جن پٺاڻن جي حويلي ۾ اندر وڃي پهتا جتي سندن محبوب جو جسد خاڪي رکيل هيو. اُتي موجود خواتين ۾ شوروغل پئجي ويو. تان جو اها خبر ٻاهر تڏي تي ويٺل مردن تائين پهتي. سو اُهي وٺي ڀڳا. جهڙي مهل گهر ۾ سائين جن جي آمهون سامهون ٿيا تہ غيرت ۾ جلي پچي ويا ۽ سائين جن کي نقصان پهچائڻ جو ارادو ڪيائون. تهڙي مهل سائين مست سائين جن انهن پٺاڻن کي هڪل ڏيئي ڪري چيو تہ ،”متان اڳرائي ڪئي ٿوءِ. هي اسان جي فقيراڻي آهي. اسان جا هِن سان نينهن جا قول قرار ٿيل آهن. سو هِن جو ڪفن دفن اسان ڳوٺ ۾ ٿيندو. اسان هي پاڻ سان گڏ کڻائي ويندا سون.“ اِهو ٻڌي هو ويتر تپي ويا. اُن مهل ويرين جي وچ ۾ بيهڻ ڪنهن جوڌي جوان ڪو ڪم هوندو آهي. سائين جن بلڪل بي خوف هئا. هُنن مان ڪنهن چيو تہ،” توهان جي محبت ۽ قول قرار ڪوڙا آهن.“ جنهن تي سائين مست مقيم جن کي جلال اچي ويو ۽ فرمايائون تہ ،” جي هيءَ فقراڻي پاڻ توهان کي چوي تہ پوءِ توهان مڃندوءِ؟“ اهو چئي سائين جن فقيراڻي ڏي منهن ڪري فرمايو ،” اُٿ فقيراڻي، هنن کي ٻڌاءِ.“.

ان بعد جيڪو ٿيو سو اُتي موجود ڏسندڙ اکين جون وايون بتال ڪري ڇڏيون. مماتي واري فقيراڻي ڪفن مان سِرُ ڪڍي اٿي ويهي رهي. پنهنجي مائٽن کي مخاتب ٿي چوڻ لڳي تہ ”توهان هي ڇا پيا ڪيو. منهنجو سائين جن سان پاڪ محبت آهي ۽ تا قيامت رهندي. متان اڳرائي ڪري ڪو غلط قدم کنيو ٿوءَ جو ساري عمر لاءِ پڇتي نہ وڃو. سائين جن جي هستي جي سُڃاڻ ڪريو.“ هنن لفظن بعد فقيراڻي سائين جن سان ڪنن ۾ ڪجهہ ڳالهايو ۽ پهرين واري حالت ۾ سمهي پئي.

هي ڪرامت ڏسي اُتي موجود تمام مرد ۽ عورتون سائين جن جي قدمن تي ڪري پيا ۽ گستاخي جي معافي وٺڻ لڳا. پاڻ انهن کي معاف ڪيو ۽ فرمايو تہ ،”اسان هاڻي هن فقيراڻي کي پاڻ سان گڏ کڻائي ويندا سين.“ جنهن تي پٺاڻن جي چڱي مڙس سائين جن کي ڳچي ڳارو ڪري ۽ هٿ ٻڌي ڪري عرض ڪيو تہ، ”سائين، هي فقيراڻي اسان جو ننگ آهي. جي هِن جو جسد خاڪي ڳوٺ کان ٻاهر ويو تہ ان

سان اسان جي پوري راڄ ۾ بي عزتي ٿيندي ۽ اسان ڪنهن جي اڳيان منهن نہ ڪٺي سگهندا سي. توهين ۽ توهان جا فقير پلي هن فقيراڻي جو جنازو کڻي هلن. مگر مهرباني ڪري هن کي دفن اسانجي ڳوٺ واري قبرستان ۾ ڪيو وڃي.“ اهو ٻڌي سائين جن اُنهن جي عزت رکي فقيراڻي جي جنازي کي فقرائن سان گڏ کڻي ڪري پنڻ جي قبرستان ۾ دفن ڪيو. اتي ٽي ڏينهن گذارڻ بعد سائين جن پنهنجي ڳوٺ واپس آيا.

## وصال

ان واقعي بعد فقير مست سائين جن ڪافي اداس رهندا هئا ۽ ڪنهن شئي ۾ دل نہ لڳندو هُين. بس هر گهڙي محبوب کي پئي ياد ڪيائون. چون ٿا ٺيڪ هڪ سال بعد جيئن سائين جن جو پنهنجي محبوب سان وچن ٿيل هو. سو سائين جن ڪنهن فقير کي چيو تہ ڪاغذ ۽ قلم کڻي اچي. فورن حڪم بجا آوري ڪئي وئي. سائين مست سائين جن ان مهل پنهنجي وصيت لکي فقرائن جي حوالي ڪئي ۽ ڪجھ ماڻهن لاءِ پارتون ڪيائون. پوءِ سائين جن پنهنجي بابا سائين حضرت بُڍل فقير ۽ پنهنجي مُربي پاڻر سائين فقير عبدالڪريم سائين ۽ فقير عبدالحڪيم سائين جن سان آخري ملاقات ڪري موڪلاڻي ورتي. انهيءَ بعد سائين جن ”ياعلي مدد“ چئي چادر تاڻي سمهي رهيا. سائين مست مقيم جن جو روح مبارڪ انهيءَ حالت ۾ پنهنجي ازلي محبوب سان وڃي مليو.

# مولود شريف



چوٽي لڳ پني رين آيو، آيو محمد آيو

پرٽي رات رسول جي، حورن هنڌڙو وڇايو

پرٽي رات رسول جي، ملڪن مشڪ ملايو

مرڻ ويل مقيم چوي، ڪلمين ساڻ هلايو

چوٽي لا الہ الا الله، ڪلمون ڪيو نصيب الله

وڳا نغاري دين دا، چڙهيا احمد شاهہ

ٺلهي آءِ پيڙي دين دي، لوڏن لهرن کان بچاءِ

قبر انڌاري ڪوٺي، ناهي چلڻ جي جاءِ

عملين والين اڏر ڳئي، بي عملين جو تہ الله

بابا بيبي فاطمہ جا، امت ڪا ملجا

مرڻ ويلي مقيم چوي، ڪلمين ساڻ هلاءِ

# ڪافيون

## ڪافي روپ ڪوهياري (مانجهہ)

وينِي مان تہ جَلان، جانب جي تہ جوشن ۾

راتيان ڏِينهان مان هِتي، سُور ڪنهن سان سَلان

سِڪ جَنهن جي آ ساهہ ڪي، تِنهن سان شال مِلان

قُربئون ڪندا وَري هِنَ تي، هُوتَ اَچي ڪري هَلان

وينِي سُتي وَري ننڊ ۾، بِرهہ ڏي تو يلان

جيڪا ڪيائُون ڳالهڙي، تنهن سان وينِي پَلان

تڪيُون پِرينءَ جي پار ڏي، چُوهہَ مَنجهئون تي چُلان

ماندو مَست مُقيم تو رهي، وهندو ڪيو وصلان

## ڪافي روپ ڪوهياري (مانجهہ)



سندي پرين پچار، ويهي هِت ڪيئن مُون وِساريان

نينهن نهوڙي ناڙ ڪَيمہ پلپل ڪيان تي پُڪار

جانب جَڙي ويمہ جيءَ ۾، سَندي عِشق لغار

راتيان ڏينهان روح ۾، طلب تنهين جي آءِ تار

محبت جي تہ مست مُقيم ڪيءِ ميخَ هَنئي مَنئار

# ڪافي روپ ڪوهياري (مانجهہ)

جُوڳي ويڙا پنهنجي وطن تي، سانگي مُسافر يار

وجهي ويا پيچ پريت جو، تن اندر ڪا اندر

ڪڏهن وسري ڪين ڪي، تن جي سار سنيار

موهي منُ مُقيم جو، سرها ٿيا سردار

## ڪافي روپ ڪوهياري (مانجھ)



مُحب مِٺا منٺار، من ڪا ٻاجھ پَوَئي

جادو هَنيوَ جان ۾، قياس ڪيو ڪلتار

پاڻ ڪئون پاسي نہ ڪيو، ڪامل سائين قربدار

مونکي پسند تون ٿئين، سُهڻل گُل گُلزار

نالي نان الله جي، مُقيم پَرتو ٿي يار

## ڪافي روپ ڪوهياري (مانجهہ)

آهن روز ڪي جهوڪان، جانب جون تہ جبل ۾

لايائين اچي اچڻ سان، محبت سنديون موڪان

رمز رنديءَ انهيءَ راز جو، خبر نانهين لوڪان

هيائين اچي اندر ۾ نينهن سنديون ڪي نوڪان

مقيم ڪنيو سر تي، ٿهڪ ڏيئي ايهي ٽوڪان

## ڪافي روپ ڪوهياري (مانجهہ)



پيرين پنڌ ڪري ، ويندس خان پنهل ڏي

لتاڙيندس سر لڪن کي، تنهنجو نانءُ سري

هن ڏکيءَ جي ڏک کئون، ڏونگر پيو تہ ڏري

اٿندس اسر ويل کي، منجهئون ذري

ناقص هن تہ مقيم کي، گهوٽ اُتي گهري

## ڪافي روپ ڪوهياري (مانجهه)



سڄڻ لهه تون سار ميان، سورائتي جي سيج ۾

ويٺي ستي ننڊ ۾، طلب تنهنجي آهه تار ميان

سرڪ وارن سان سپرين، وٺي نه وجهه هڪ وار ميان

تو ريءَ هن مسڪين ڪئون، نيٽن وهن ٽا نار ميان

پنهنجو ڪر پورهيت کي، دلبر ڪر نه ڌار ميان

ناقص هن ته مقيم ڪئون، ياقي نه ٽيءُ يار ميان

## ڪافي روپ ڪوهياري (مانجهہ)



دلاسو ڏيندا ، بيرگهڻ ڪي بر ۾

پورهيت آهيان پِرَ جي، چڏيون نہ ويندا

ناتو هن مسڪين سان، نڀايون نيندا

دانهن سٽي دلگير جون، آري شل ايندا

مست مقيم سان ڳالهڙيون، وارث اچي وندبيندا

## ڪافي روپ ڪوهياري (پيروي)

مونکي وڌو آهِ ماري ، جيجان جوش جتن جي

راتيان ڏينهان روح کي، ڳڻتي ايها تي ڳاري

اندر اداسي تو لئي، پلپل پيو تو پڪاري

جوش جلايم جيءَ کي، ٻاق وڌو آ ٻاري

من تہ منهنجي کي آه آسرو، ويندم گهوٽ گهڙي هت گهاري

سرتيون سور سڄڻ جي، ٻيا وهم ڇڏيا وساري

بيقرار برهہ ۾، جيڪو اڇي سگهہ ساري

ڏتم جي تہ اکن سان طلب تنهين جي تي تاري

مقيم آهي تنهنجي.............................................

## ڪافي روپ ڪوهياري

چا کون چو تہ چڏي ويا، هيءَ نماڻي پوءِ هتڙي

گوليءَ هن تہ غلام ڪي، گورن سان تہ گڏي ويا

هن هيٺي منهنجي حال تي، قياس تہ ڪو نہ ڪري ويا

سُتي پئي هيس سيج تي، سائل ڪي نہ سڏي ويا

ناقص هن تہ مقيم ڪي، محبت منجھ ماري ويا

## ڪافي روپ ڪوهياري



شال نہ ڪنهنجي دلڙي اڙي، سرتيون سورن ۾ ٿو ساهہ سڙي

درد مئون دمر دمر ڪري دل دانهون، رندڙا ڏسيون ٿي روز رڙي

جهڙي تهڙي يار پنهنجي جي، منهنجي پنهل سان پتڙي پڙي

من ۾ مقيم کي محبت ميخان، جانب ويو اٽس جيءَ ۾ جڙي

## ڪافي روپ ڪوهياري

پرين جي پاڙي، مولا اُتي نئين ماري

ويندس آءُ تہ انهن ڏي، جن لاءِ ٿو ساھ سنياري

جانب ڪاڻ تہ جبل ۾، پلپل پيو ٿو پڪاري

ڏسڻ سان تہ مقيم ڏي، نرتئون شال نهاري

## ڪافي روپ ڪوهياري



چو ٽيون مون کي جهليو ، ويندس خان پنهل ڏي

سنگت جي ڪري ويو هن سان، برهه ڪر ويو پلو

راتيان ڏينهان منهنجي روح ۾، اُبري سور سلو

رستو وٺي هن انهيءَ راهه جو، چاهه منجهائون چلو

جي تہ پسو اوهين پِرَ ڪي، جوشن منجهہ جلو

مقيم لڌو وري ان جو ڳولي يار ڳلو

## ڪافي روپ ڪوهياري (جهنگلو)

محبت مست ڪيو سهڻي يار سڄڻ جي

ميخان مُنهنجي من ۾ هٽي هوت ويو

سڪ سڄڻ جي ساهه ڪي سورن سخت ڪيو

جادو جانب جيءَ ۾ جڙي جت ويو

راتيان ڏينهان پوريءَ جو چوري چت ويو

ناقص تنهنجي عشق ۾ مقيم مست ٿيو

## ڪافي روپ ڪوهياري

پنڌڙا پير پرينءَ جا گهير گهتيون چو ٽا اوهين پوءِ مٿي ڪي جهليو

اُٽي اسُر ويل جو، پنهل ويا جيءَ جو رات وَٽيون

ويندس رهندس ڪينڪي، جبل ڪري توڙي جاڙون جُٽيون

ووڙي لهنديون سي هوت ڪي، محبت منجهه پوءِ جيڪي وٽيون

موهي ويا تہ مست مقيم ڪي، سيرن منجهه پوءِ ڏيئي سٽون

## ڪافي روپ جو ڳ (مانجهہ)

تخت هزارا صاحب ويس متا ڪي آيا

چاڪي نام چايس، پير پرت ۾ پايس،

بار برهہ دا آيس،جوڳي سڏا ڪي آيا

عشق جڏاهين آيس، پولو برهہ پچايس،

محبت مچ مچايس، مُرلي وڄا ڪي آيا

هتڙي اولا ڪرندا، دليون پيا جو ڦرندا،

ٿور عجائب ٿرندا، رمز رلاڪي آيا

شاهن جو تہ شاهي، ملڪ دلين جو ماهي،

مقيم ٿيو آهي راهي، رنگ رچا ڪي آيا

## ڪافي روپ جوڳ



قرب تنهنجو تہ ڪمال، ڏٺم يار اکين سان

نينهن توهان جي جو نيشان اسان وٽ، برهہ هيس بر حال

ذڪر توهان جي ذاتيءَ واري، اندر ڏنو تہ احوال

محبت منهنجي من ۾، بيشڪ آهہ تہ بحال

راهہ انهيءَ سان ڪيئ رهبر راهي، هاڻي موٽڻ آءَ تہ محال

مست مقيم ڪي ڪيئ مرشد سائين، موتي گوهر گل لعل

## ڪافي روپ جوڳ (مانجهہ)

جوڳي جادو لايا سور سهڻ مون آيا، پيچ دلين جا مون پايا، سور سهڻ مون آيا

راتيان ڏينهان تنهنجي لئي جيءُ جڪي ٿو منهنجو

ڳالهہ ڪيان مون ڪنهن سان ڀاري برهہ جنهنجو

هوت هٽي ويو هيڪر، ڏونگر ڏوڙڻ آيا

دل ۾ دلبر پور پون ٿا مانڪي

ساڙيو سرتيون نينهن ويم جو لاڪي

دکي دانهن ڪري، آتڻ اورڻ آيا

روز ازل کئون تنهن سان منهنجو پيچ پيو

چڏي نماڻي نند ۾ پنهل ڪيچ ويو

ماندي هيءَ مري، آتڻ اورڻ آيا

لوڪ لاڳاپا لاهي ويندس توڏي ڪاهي

ڪندو مهر مون تي چپر هي تہ چاهي

رک سچائي ساهہ ۾، هي سر گهورڻ آيو

محب مليو آءِ جنکي سڪ صحبت تن کي

مقيم هار تنهنجو ڳچي آه تہ ان کي

بيرنگ برهہ باريءِ گهايل گهارڻ آيا

## ڪافي روپ جوڳ (بروو آسا)



هيٺا ٽيا اٿمر حالءِ منهنجا سائين ريءَ سڄڻ جي

جانب هن جڏيءَ سان ، ڪڏهن ملندمر شال

سنياريندي هوتن کي ، لنگهي ويا ڪي سال

راتيان ڏينهان هجي هن سان ، ڪڏهن ٿيندا وصال

هن تہ مقيم ڪئون هتڙي، جر وهي تو جال

## ڪافي روپ جوڳ

مان وٽ پرين ايندم ڪڏي، قاصد خبر ڏي ڪا ڪري

پرين سندي پار ڏي، اکڙيون منل منتار ڏي،

رويون نهارن راهہ ڏي، جانب بنان جيءُ پيم جهري

حب آهي هنکي گهٽي، جيڪا پنهل تو کي وٽي،

جاٽي تو هڪڙو ڏٽي، ڳٽتيءَ انهيءَ ۾ ويو ڳري

مان سان اچي ميلو ڪري، ساعت هتي هڪ نا سري،

وارث اچي ڪا ور ڪري، محبت انهيءَ منجهہ پيو مري

هن تہ مقيم ڏي آءُ هلي، پير چمي تنهنجا چلي،

ڳرين لڳئون ڳلي ڳلي، منڙو پوي تڏي ٺري

## ڪافي روپ جوڳ (ڌناسري)



ٽورو سگهان مون نہ لاهي سگهان تنهنجو وو يار پيارا

محبت تنهنجي مَحَوُ ڪيو الاہ گهور وڌم تم دل گهائي

لکن هزارين هن تہ گولئ کي الاہ نيڻ ڏنوَ نِوائي

راتيان ڏينهان خيالُ اسانکي الاہ پرين وٽ پُڄائي

مست مقيم کي اِيڏاهين الاہ سجدو ڪرڻ جُڳائي

## ڪافي روپ جوڳ

دلبر توهان جي عشق ۾، ماندي مٺل مون تي لُڇان

منڙو منهنجو مشتاق آهِ، تو ريءَ سڄڻ غمناڪ آهِ

تو کان سواءِ نڪو ساءُ آهي، پيرا پنهل تنهنجا پڇان

سينو سوز فراق سان، پريو وتي راتيون ڏينهان

هي حال مون ڪنهن کي چوان، تو ريءَ سڄڻ ڪين ڪڇان

عقل مون جيڪو هيو، ساڙي تنهنجو سوز ويو

ڏسي پنهل مون ڪوڏيو، جنهن سان ٿين خوشان

مقيم سندو جيڪو حال آهي، تو کي پرين معلوم آه

تنهنجي گهورن جو ڪو گهاءُ آهي، بره ڪري تڏي بچان

## ڪافي روپ جوڳ (بروو آسا)



نيڻ ڪٺي تون نھار، مرشد نانءُ مولا جي

ڳالھائڻ ٻولھائڻ تنھنجو رايو، چشمن ڪي تہ چمڪار

ناز منجھارئون ڪڻ نيڻ اسان ڏي، سيني ڪي تہ سينگار

حسن ھزاري پنھنجو سھڻا، ھن ڏونگر مئون تہ ڏيکار

مست مقيم ڪيوسين توھان ڪي، وائي ايھا نہ وسار

## ڪافي روپ جوڳ (توڙي ڏناسري)

دل ڪسي دلدار ويو، مون ڦران مستان ميان

زلفن سندي زنجير سان، قابو ڪرڻ ڪِير سان

محبت ڦاسائن مير سان، توڙي هجي سلطان ميان

چشمن سنديون چوڪان ڏئي، دلڙي سڄڻ ڪٺي قيد ڪئي

ڪَل تہ مونکي ڪانہ پئي، ڏسي تيس حيران ميان

لبن سندن لالي لڳل، اندرئون تنهنجي وري موتي پوتل

غب غب والڙا گلڙا کُليل، پسي تيس پريشان ميان

مست مقيم موهجي ويو، ماڻو پرين تو جيڪو ڪيو

مونکي وجڻ تن ڏي پيو، وجي ٿيندس قربان ميان

## ڪافي روپ جوڳ (ڪوهياري)

مونکي واه وڻي اتم وائي، دلبر لَنوَ ڪائي لائي

ڳجهه اندر ۾ جيڪا ڳالهڙي، سلي ڏنائون سائي

نذر نماڻي هئي جو هتڙي، طلب تن جي تائي

يار سڄڻ جو مون کي سدائين، خيال ويو ڪائي

راتيان ڏيهان مست مقيم ڪي، سندي وحدت وائي

## ڪافي روپ جوڳ (ڪلياڻ پيروي)



پرين جي پار جا پانڌي ڏجانءِ خوش خبر خيراني

منڙو تن لئي آهي ماندو، سڪي ڏينهان رات ناهين واندو

برهہ تہ جي ڪير باندو، دلبر يار دوراني

سڪي ساري هنجون هاري، تن لئي يا نهاري

سرڙو هيءِ ڪڏهن نہ واري، ڪجو ڪا محب مهرباني

اداسي حال هن جو آهي، تنهن ڏي اچي سڄڻ ڪاهي

لعلن وجو ليڙو پائي، هي هنئڙي ڪا حيراني

مقيم مست ٿيو هاٺي، موهيو تنهن کي تنهنجي ماٺي

الله تو کي ايڏهون آڻي، شاهن شاهہ شاهاني

## ڪافي روپ ڪلياڻ پيروي

ميلو منهنجو عجيبن سان، ادا قاصد ڪڏهن ٿيندو

جن جي تانگهه آ تن کي، ملي محبوب سو من کي

ٿي راحت سچي روح کي، نذر هيءَ نال جڏهن نيندو

پرين جي پار جا پانديءِ. حقيقت ڏي ڪا هوتن جي

تڏهن هئي جوڳڻ جيئندي، جڏهن جانب اچي ملندو

مقيم آيو برهه باري، سڄڻ ڏيندءِ ڪا دلداري

ٿيان قربان لک واري، اڱڻ جڏهن پير پائيندو

## ڪافي روپ ڪلياڻ پيروي



ڪڏهن ايندين سهڻا سائين، نماڻيءَ جي پڪي پيهي

ڪيان ٿي درد مان دانهون، ٻئي هٿڙا ٻڌي ٻانهون

ايندين تون يار ايڏاهون، اوريون ڏکڙا گڏ ويهي

ملڻ لئي يار هان ماندي، ناهيان مان وار هڪ واندي

پڇايان روز ٿي پانڌي، دهڪي ٿي درد ۾ ديهي

جڏي محبوب هت ايندو، مقيم سرهو تڏي ٿيندو

جدائي جا داغ سڀ لاهيندو، ويندو اگڻ تي ويهي

## ڪافي روپ جوڳ



هن نماڻيءَ جو ننگ مالڪ آءَ تو تي

تو ڪئون سواءِ ٻيو ڪين سجهي ٿو، تون آنءِ وارث وڪاڻي جو

دل توهانکي روز سنڀاري، تو آنءِ جانب جوڳياڻيءَ جو

هِت هُت آسرو تنهنجو آهي، تون ڪامل ڪوهاڻيءَ جو

مست مقيم تيءُ مرشد راضي، تو آنءَ الله اڏاڻي جو

## ڪافي روپ جوڳ



رانجهن رمزن وارو، مولا مون کي ملايو

راتيان ڏينهان دل منهنجي کي، گهور نيڻن جي گهايو

ويٺي ستي سهڻل سائين، پيچ تنهين سان مون پاتو

محبت ڏئي من منهنجي کي، روح تن تہ ريجهايو

هن مقيم کي سهڻل سائين، نينهن نينهن سان لايو

## ڪافي روپ ڪوهياري

پول نہ پيو ڪو پانئجانءِ، ڄاڻ انهيءَ کي تون ڄاڻجانءِ

پري نہ پانئج يار سڄڻ کي، صورت منجهہ سڃاڻجانءِ

ظاهر باطن حق ايهوئي، وائي پي نڪا وارجانءِ

خطرا خيال وهم وجودي، ڳالهہ انهيءَسان ڳارجانءِ

اندر ٻاهر آهي اِهوئي، لعلڻ ليئڙو پائجانءِ

مست مقيم رمز انهيءَ ۾، شڪ شبهہ نہ تون آڻجانءِ

## ڪافي روپ جوڳ (ڪوهياري)



جيڪو رکي توسان ياري، ٻڙچين تن کي باري

نينهن جون نوڪان تن کي هڻين تو، ڪان مارين تو ڪاري

ساهہ سڪائين تنهنجي سڪ ۾ جر وهائين تن کئون جاري

فقر منجهہ تن کي قاسائين، ڳل ڳچيءَ وجهي ڳاري

مست مقيم تو وٽ سائين، ظاهر ڪري زاري

## ڪافي روپ ڪوهياري



مان جهاتي ڪا جو پاتي، لَنوَ ڪوهياري لاتي

سينو سوز فراق ۾ جان ڪنبي جند چاتي

سمجهي سر صحي ڪيم سارو، ذڪر سٽي پوءِ ذاتي

دائم ديس انهيءَ ۾ خيال وجي ٿو خاطي

موهيو مست مقيم چئي، قرب وڙهي ڪا ڪاتي

## ڪافي روپ ڪوهياري

رات ڏينهان مان روز ڏسان تي، اعلي حُسن عجيبن جو

ظاهر باطن وچ سيني ۾، ڪامل قرب قريبن جو

رهبر جنين تي راضي آهي، اُتي ناهي ضرور نصيبن جي

حاڪم حڪمت جو آ سائين مالڪ، دارون درد مريضن جو

مست مقيم هردم هادي، ضامن ضعيفن جو

## ڪافي روپ ڪوهياري



اسان پاڙي هون نہ پڙوا هُون، قرب هاديءَ جي ۾ ڪرڙا هُون

موتوا قبل انت موتو، مام انهيءَ ۾ مرٽا هُون

فاذڪروني اذڪرڪم، چاڙهہ انهيءَ ۾ چڙهٽا هُون

ظاهر باطن رمز انهيءَ سان، سوز سچڻ جي ۾ سڙٽا هُون

مست مقيم مستي دي وچ، ڏوھ ڪنون نا ڏرڻا ھون

## ڪافي روپ ڪوھياري



اسان سوالي ھون نا خالي ھون، ساري ملڪ دا والي ھون

ظاھر باطن حسن اسانڏا، ڪامل قرب ڪمالي ھون

راتيان ڏينھان رمز انھيءَ وچم مستئون مست موالي ھون

مست مقيم مستي ديو چ، واحد وصل وصالي هون

## ڪافي روپ جوڳ (وهاڳ)

نازڪ حسن تنهنجو آهي، جيڪو اچي مطلب پائي

زلف تنهنجا اهڙا آهن، پيچ دلن جا سي ٽا پائن

ڪاڪل جنهن تي کهل ڪن، علم عقل تن جا ڍاهي

چشمان تنهنجون جن ڏي ڏسن، هوش عقل تن جو کسن

رستو حقيقت جو پسن، لعل لهن تنهنجي آئي

چپن تنهنجن چرچو لايو، عاشق ڏسڻ جو ڪيو سعيو

جيڪو آيو سوئي گهايو، رستم هجي سو پي چاهي

مرڪڻ محب تنهنجو منو، هيڪر مقيم آهي ڪنو

بره سندو ٻاريو ٻئو، هيڪر پيو ان ۾ ڪاهي

## ڪافي روپ ڪانرو (بروو پرياتي)

پرين پيچ وڌڙو لڳم بيقراري، اندر ۾ اداسڻ محبت ميخ ماري

سنياريان ٿي هن کي، راتيان ڏينهان ان کي

مثل مهب من کي، ڪري روز زاري

شب روز ٿي ساريان، هنجون وينئي هاريان

ايڏانهين ٿي نهاريان، چمن ۾ چوڌاري

لڳي ميخ جنکي، خبر آهي تن کي

ٻي نہ ڪل ڪنهن کي، ڳنٽيءَ تنهن جي ڳاري

ملي وڃ هيڪر، مقيم سان جيڪر

وهن روز نيڪر، آيم بره باري

## ڪافي روپ پرياتي (بروو ڪانرو)

حسن جي هزاري ڏسين اڪين سان، اچي جوش هر هر دلبر جي درسن سان

حسن مئون جو عبرت وٽڻ آءِ فرحت، وسي تنهين تہ رحمت

پڏين جي ڪنن سان

حسن جي جماليت سان، ڏسڻ آهہ راحت، تئي پوءِ ڪمالت

انهيءَ سوز سخن سان

ٻيائي ٻوڙ سانديِ، رڪج پوءِ ياري، وٽج پوءِ بهاري

تون گوهر گلن سان

موهي من مقيم جو، ڏيو يار ڪو جو، جاڳايم جوش جيءَ جو

چشمن جي چمڪن سان

## ڪافي روپ ڪنيات



ڪڏان وت يار ميڏي گهر آيا، ڪڏان وت رمزين روح ريجهايا

ڪڏان وت جاني ڏيکاري جلوو، ڪڏان وت ڪري انساني اولو

ڪڏان وت پنج گهتيس سپ پولو، ڪڏان وت نيڻن نظر آيا

ڪڏان وت ذات صفات هڪائي، ڪڏان وت پول رکي تہ پيائي

ڪڏان وت وحدت ڪريندا وائي، ڪڏان وت بيکہ بنا قر آيا

ڪڏان وت سهڻل سائين آيا، ڪڏان وت گونگهٽ مک لڪايا

ڪڏان وت پيچ مون سان ڪي پايا، ڪڏان وت بره پر آيا

ڪڏان وت هار سينگار ڪريندا، ڪڏان وت نازين نال لٽيندا

ڪڏان وت روح ميڏي ڪون ريجهيندا، ڪڏان وت خاڪ بدن ذر آيا

ڪڏان وت محبت منجهہ مجازي، ڪڏان وت ڪون پڇي اُتي قاضي

ڪڏان وت راز انهيءَ مہ راضي، ڪڏان وت وائظي بنڪر آيا

ڪڏان وت مست مقيم تيوئي، ڪڏان وت آيا سوئي

ڪڏان وت جادو لڳايس جوئي، ڪڏان وت سير سري سِر آيا

## ڪافي روپ بروو (پيروي ڪانرو)

ڪيو قيد دل ڪي سهڻل صورت ۾، هنيو ڪان ڪاري سدا سيني ۾

ظالم زلف زنگي، ڪاڪل سپ ڪلنگي،

هڻن ڏنگ ڏنگي، رکي سو نظر ۾

ايهي نيڻ نوري، هيو جي حضوري

لٽيو دل سموري، عاشق جي ڏسڻ ۾

حسن تنهنجو اهڙو، بيان ڪيان مان ڪهڙو

هيرو نہ لعل تهڙو، چمڪي چمن ۾

مقيم هيءُ جو ماندو، حسن تنهنجي آندو

بره ڪيو آ باندو، ويراڳي وطن ۾

## ڪافي روپ جهنگلو

نيهڙو لڳو هوم لاغرض سان، ناتو نيائڻ آءِ مشڪل بازي

عشق تنهين جي ڪيا اندر آڪيرا، پنهل ڏيندم اچي ڪي ڦيرا

ويندو ڏسڻ سان عقل هي تہ ماضي

محبت تنهنجي ماري مون تہ آهيان، ڳڻ سڄڻ جا ويٺي مون تہ ڳايان

پوءِ شال ٿيندا اُهي رهبر راضي

گهور نيڻن جي وري دل کي گهايو، پيچ تنهين سان مون ازل کئون پايو

ايندا اتي ڪي گنوريا غازي

ناز نزاڪت مونکي نهوڙيو، جانب جادو جيءَ ۾ جوڙيو

سهسين وڃن ٿا سُرَ ۽ سازي

مست مقيم ڦرندا سدائي، عشق ڪفر جي ڏني اوگاهي

توڙي هجن ڪي قضا وارا قاضي

## ڪافي روپ بروو (جوڳ ڪنيات)



سڄڻ توکئون سواءِ مونکي ساءُ ڪين اچي ٿو

دونهون تنهنجو درد جو، دل ۾ روز دُکي، ساڙيو سور وجي ٿو

هيڪر آءُ عاصيءُ ڏي، سائين لڳ سچي، پرتئون هٿ پچي ٿو

سپرين تنهنجي سڪ ۾، محبت مچ مچي، نرتئون نينهن نچي ٿو

مقيم تنهنجي ڪي هتڙي، رمزن منجهه رچي، باهيون برهه بچي ٿو

## ڪافي روپ پيروي



زلف توهان جا ڦهري، مون کي مارن ٿا ڦهري

ڪاڪل تنهنجي قيد ڪرايو، لهر ڏنائون ڪافري

چپن تنهنجن چرچو لايو، لڳل اٿن ڪا بحري

پرون تنهنجن بره بچايو، چشمان ڏيڪاري ڇهري

سڪ توهان جي ۾ مقيم ڪئون، نيڻ وهن ٿا نهري

## ڪافي روپ بروو جوڳ



سڪان ٿي ساري رات لَنوءُ لات ڪانگل ڪا تہ پرين جي

اچڻ جي تہ هن ڏي، وائي هين ڪا وات

ايندا ڪڏهين سپرين، ڪي پرهہ ڦٽي پريات

جهوريءَ جيءُ جُهونُو ڪيو، تن ۾ تِن جي تات

ناقص هن تہ مقيم کي، ڏاتر ڏين تون ڏات

## ڪافي روپ جوڳ (نار ڪٽ)



رات نيڻن سو نند ۾، يار ڏٺو هو دلبر

جانب جوڳي آيو، سهجئون ڪري سعيو،

ازلي هيو رايو، نرتئون آيو نرُ

سونهن تنهنجي اهڙي، ڳالهہ ڪيان تون ڪهڙي،

سج چنڊ نہ تهڙي، تنهن پرور ڪيو پرُ

مقيم هي جو عاصي، حسن تنهنجي جو پياسي،

ڳالھ ايھا جو خاصي، خيال ويو پيو ڪَرَ

## ڪافي روپ جوڳ (توڙي)

تنھنجي حسن سندو جمال ڏسي، قربان ٿين ٿا ڪامل ڪُسي

دارا سڪندر طوس تونگر، نھوڙيا توھانجي ھڪ نظر،

تخت ڇڏي وڃي پيا بيرنگ بحر، ھستي ھوڻ تن جي ڪسي

عالم عابد توڙي ھجن، تبي قرب توھان جي سان ڪين پڄن،

ڏسي تنکي ڏاڍا جوش اچن، جانب اڳيون ڏين سھجئون سسي

ھنجي ڏنو تنھنجو منھن مٺا، قرب حقيقي ۾ پيا سي ڪُٺا،

عشق سندا تن اُلا ڏٺا، پوءِ مھر مولا جي تن تي وسي

حورن پرين سلام ڪيا، جن ملڪ انسان ڪيا،

ٻيائي جيڪي حيوان ھئا، لوڙھيائون لاڳاپا تو کي پسي

مقيم جھڙا تو وٽ سڄڻ، ڪيئي اچن ٿا جام پيئڻ،

راهہ وٺي اچن فيض لهڻ، عشق حقيقي ويا سي رسي

## ڪافي روپ ڪلياڻ ڀيروي



هميشہ درد دلبر جي، مون کي ڪاهل ڪيو آهي

سدائين سُور سڄڻ جو،نہ آهي يار ٻي ڪنهن جو،

ٻري ٿو من اندر منهنجو، جبل جهاڳڻو پيو آهي

جُڪي ٿو جان مون جئڙو، پرت مون پيچ ڪو پيڙو،

پائي لعلڻ ويم لئڙو، طلب تائي چڏيو آهي

لَنوَ لعلڻ ويم لائي، مون کي ڪير ٻڌائي،

محبت مچ مچائي، قرب قابو ڪيو آهي

مقيم ماڙي ملامت جي، ڪٿڻ ڪم آءِ ڪنهن جي،

جيڪو اچي سسي تنهنجي، لعلڻ لاهيو بيٺو آهي

## ڪافي روپ ڪلياڻ ڀيروي ( ٽوڙي)

چمن ۾ اڄ بهاري تي، ٿيو گلزار پرين آيو

ڪئي گلن خوشي ساري، ٿيو نروار پرين آيو

چمن ڇهڇٽو لايو، پکين بيشڪ اڄ پيارا، ويهي بلبل هر گل تي

ٿيو اظهار پرين آيو

سڪا وڻ ٿيا ساوا، ڏسي جلوو جانب جو، رنگا رنگي ڪليا گلڙا

ٿيو بهار پرين آيو

ڪلي خوشبو خونڪاري، چمن مئون اڄ خزان ويئي، عطر عنبر ڇٽڪايو

ٿيو هٻڪار پرين آيو

مقيم ٿيو مست مستانو، پسي چمن چوڏاري، ڪري ناز هر گل سان

تيو اسرار پرين آيو

## ڪافي روپ ڪلياڻ (توڙي پيروي)

مونکي ديدار اي پيارا ڪرائڻ توکي واجب هو

نمائي ڏي پرين نهارڻ توکي واجب هو

اندر ۾ رات ڏينهن مونکي، طلب تنهنجي متا جاني، سڪائتي کي سدائين

سنيارڻ تو کي واجب هو

تسائيل اچ سندي آهيان، پسڻ ديدار تنهنجي لاءِ شراب شوق هن وقت

پيارڻ توکي واجب هو

جدائي جوش تنهنجي ۾ جلي جيئڙو سدا منهنجو، سچائي سُور وارن سان

گذارڻ توکي واجب هو

مست مقيم کي دلبر جام ٿيا سوراخ سيني ۾ قتيل کي منهن پرين پنهنجو

ڏيکارڻ تو کي واجب هو

## ڪافي روپ ڪوهياري (پيروي)



رات رهي وچ راڻاۡ جيءَ ۾ اٿم جهوراٽا

دل ۾ درد فراق جاۡ اُلاُ عرش اڏاٽا

تو ريءَ هن تہ جهان ۾ ڪنهن سان ڪنديس ماٽا

جاڪون جدائي تو ڪئيۡ ڪاڪ ڪندا ڪوماٽا

مست مقيم جا سڪ تنهنجي ۾ سنڌ سنڌ ٽيا آهن ساٽا

## ڪافي روپ ڪوهياري (پيروي بروو)

شل نہ رُسي مون راڻو، سور مون کي سيباڻو

راتيان ڏينهان خيال اهوئي، محب نہ ڪر ماڻو

اندر اداسي منهنجو آهي، وسي برهہ جو پاڻو

اڄڙي بوند بهار جي، ڦوڳ ڦتو سڀ لاڻو

مست مقيم ديس انهيءَ تي، دوئيءَ ناهي ڪو داڻو

## ڪافي روپ ڪوهياري (برُوو)



دلبر تو لئي جهاتي پاتم، ذوق زياده ذاتي آ

نور نظارو آهي سوپارو، قرب وهائي ڪاتي آ

بي بره پڙڪو لايو، جان ڪنبي جند چاتي آ

ٻيائي واري ٻول ٻلڻ ڪون، ساري صاف حياتي آ

مست مقيم ڪي راتيان ڏينهان، لَنوَ سڄڻ تو لاتي آ

## ڪافي روپ ڪوهياري (بروو)



نور ٽيا نروارا، اظهارا دلبر دا

نورئون نور حقاني آيا، روح تنهين وچ مئن ته ريجهايا

راز ڪليا رهبر دا

نور ڏتي هي ڏاڍي ڏيڪالي، عبد ڳيا ٽيا قرب ڪمالي

پوش رهيا پرور دا

مست مقيم هر جا هادي، ضرب هٽين تون لاحد لا دي

خوف ڳيا محشر دا

## ڪافي روپ ڪوهياري (بروو)



اندر اُداسي آهي، ڪيچ پنهل ويو ڪاهي

وٺندو واٽ وندر جي، لوڪ لڳاپا لاهي

هن تہ ننڊر ڪي ننڊ نهوڙيو، پُورَ پلئي ٿي پائي

راتيان ڏينهان روح منهنجو، ساھ سڄڻ ڏي ساهي

مست مقيم سڪ وارن کي، جبل جهاڳڻ چاهي

## ڪافي روپ جوڳ



تون آن ظهورو ذات ۽ عاشق تي اظهار ميان

نينهن جو نعرو جو هڻ تون نانگا، پاءِ ملامت عشق جا گهانگها

طلب رکي تڪرار ميان

ڪافر تي ڏس عشق ڪمائي، لاڳاپا ڇڏ لوڪ جا لاهي،

سورهيہ تي سردار ميان

پيهي ڏسُ تہ هي سِرُ چاهي، هيٺ متي ڏس دم ڪي ڪاهي

الف آهين اسرار ميان

مست مقيم آهي اهوئي، چولي اندر ٻولي سوئي

سمجهي خيال خومار ميان

## ڪافي روپ بروو



هون ڪافر عشق ڪي گروه ڪي، مسلم پير م ڏرتي هون

مسجد مندر جائون، رندي رمز ۾ رهتي هون

جائون اُس ڳلي ۾، جٿ وري آپڪون آپ وسرتي هون

چوڙ ڪي دعوا دين والي، جٽيا ڳل وچ جڙتي هون

يي آستان ملڪ همارا، ڪعبا اسڪون ڪهتي هون

مرشد ڪي دواري جائون، ڪار نہ ٻي پوءِ ڪرتي هون

چوڙ ڪي ست ڪنارا، چاڙهہ انهين وچ چڙهتي هون

هم مستي دي وچ، حال هستي دا ينتي هون

اسي خيال هميشہ بي خود باب سو پڙهتي هون

..........................................................................

کافي روپ بروو



سُرها ٽيا اٿم سيں، جڏي پرين پاتم پير

اڇن ساڻ هن ڪي، گهٽ لنگهايائون گهير

ڏسي منهن ان جو، ڦند ڇڏي ويا ڦير

نظر ڪيائون نيڻن سان، شاهي هيا ڪي شير

راتيان ڏينهان مقيم جي، هيئنڙي آهي هير

## ڪافي روپ جوڳ



درد مون کي داغ ڪيا، سهڻل تنهنجي سور ۾

راتيان ڏينهان تات تنهنجي، ٻي نہ ڪا بات ڪنهن جي

گولي گڏيو هيءَ پنهنجي، پلپل آهي سو پور ۾

دل کي ملڻ جو شوق آءِ، راتيان ڏينهان اهو ذوق آءِ

محبت ايها سو موڪ آءِ، نوري نظر تنهنجي سو نور ۾

ازلي هيو رايو ايهو، پيچ پرين توسان پيو

مست مقيم مست ٿيو، گهايل تنهنجي سو گهور ۾

## ڪافي روپ جوڳ



پلي آئين پلي آئين، تون محب مٺا

مرشد پيارا نور نيارا، چاڪر هي تون چائين

آسري توهانجي هيءَ سائل سدا، گولي هيءَ گڏائين

اندر اداسي منهنجو سدا، لنوڙي تون ڪا لائين

مست مقيم جو عرض اهو ئي، محبت مچ مچائين

## ڪافي روپ ڪوهياري

سجڻ ڪي تي ساريان، نينهن نهوڙي آهيان

پرين سندي پار جي، خاڪ لڱن کي لايان

ڏينهن ته سارو ڏک ۾، سورن ساڻ گذاريان

دردن ماري مون آهيان، هيڻو حال تي مون پانيان

راتيان ڏينهان روح ۾، محبت مچ مچايان

سيد سندي سڪ ۾، ويٺي نير وهايان

محبت جي ميدان ۾، اُلا عشق اڏايان

سوز پريان جو ساهه ۾، ڳڻ ٻڌي تي ڳايان

هلي هوت پنهل ڏي، پوءِ پيرين گهگرون پايان

مقيم عشق انهيءَ مئون، لک پلايون تي پايان

## ڪافي روپ جو ڳ (بروو)



اکيان تيڏي يار، لُٽيا ڪيئي هزار هزار

نظر تساڏي ڪيئي ڦاسايا، چشم سندي چمڪار

مئن تہ مسافر کي جادو لڳايو، جلوو ڪري جنسار

مئن تہ نماڻيءَ تي ڪيا سداءِ، سيف سيني سٽڪار

حسن تساڏا جنهن تہ ڏٺو، اتي بره ڪري پلڪار

مست مقيم وٽ ذوق تنهنجي ۾ چيريون ڪن چمڪار

## ڪافي روپ جوڳ (بروو)



بوندان بره جون وسن وسن، عاشقن جي خيال تي

محبت جي ميدان ۾ سورهه سانگ نه رکن رکن

موتوقبلل مري جيئن ٿا، راز رنديءَ تي رسن رسن

مقيم جيڪي محبت موهيا، روز پرين ٿا پسن پسن

## ڪافي روپ سورٺ



سهڻا سائين نال اسانڏي نينهن ڪٿي تون نهار،

رهبر سائين هن گولي کي پيالو پرت پيار

هي نماڻي مت وڪاڻي، سوڏل تنهنجي سائين،

مانديءَ تہ ڪا مهر ڪيو هڪ وار

سڪ تہ مانکي تنهنجي آهي ٻيو نہ ويندس ڪاڏي ڪاهي،

جهڙي تهڙي تڏي تنهنجي پيئي هيءَ پينار

ٻاجهہ ٻانهيءَ تي ڪيو ٻيڏل هيءَ سڪي تي لئي وصل،

آسروندي آهي اصل جڏو جيءُ جيار

مست مقيم جي هيءَ سدا دلبر مان کون ٿيءُ نہ جدا،

## ڪافي روپ جوڳ



ڪٿي ڪيان وڃان ڪاڏي، دل منهنجي بيوس آهي

راتيان ڏينهان روح منهنجي ۾، تار ايهائي آهي

من اداسي منهنجو سدائين، قرب ڪارڻ پيو ڪاهي

منڙو منهنجو مشتاق آهي، ساهہ تڏهن پيو ٿو ساهي

مست مقيم جي دلڙي ايڏاهين، دم دم ليئڙو ٿي پائي

## ڪافي روپ ڪنيات

انڌا نہ ڄاڻن عام، اسان مستيءَ منجهہ مدام

رمز انهيءَ کي ڪين سڃاڻن، غافل پائن گام

فڪر انهيءَ کي ڪين سڃاڻن، لاڦان مارن لام

پيڳڙا ياڙي عشق حسن ڪئون، تازو کائن طعام

ذوق وارن کي ڏسي نہ سهن ٿا، خودي ڪرن پيا خام

غافل آهن بحر انهيءَ ڪئون، سنجهہ صبح ۽ شام

گلا غيبت ريءَ اصل انهن کي، ڪار نہ آهي ڪو ڪام

مست مقيم کي راتيان ڏينهان، ٻيدل پياري ٿو جام

## ڪافي روپ جوڳ

قرب پنهل جي قابو ڪئي هان، ايندا شل نيندا هيءَ نال نماڻي

پرت پنهل سان هيم پياري، هيڪل ڇڏي ويا هت هڪ واري،

مهر ڪندا شل، آهيان عيبن هاڻي

اندر ڪي آءِ سرس سدائين، جيءَ منجھ جھوري جانب جائي،

ڪين ڇڏيندا، شل سڄڻ سڃاڻي

دل ڪي ڪيو آءِ راتيان ڏينهان، عشق تنهنجي ۾ ڪيان هت ڪيهان،

سور انهيءَ ۾، وتان سڏاڻي

مست مقيم ڪيو تنڪي، روح لڏو جنهن تہ رانجھن ڪي،

## ڪافي روپ سورٺ پيروي (تان چنچل)



يار مون ڏي تو اچي، مون ڪيان سينگار

ذوق ذاتي ۽ صفاتي دلبر يار جو، قرب ڪاتي منجهہ ڇاتي

بره ٿيو بهار اڄ

سور ماري هيءَ ويچاري لئي وصل دلدار اچي، هڪواري دل جياري

نينهن ٿيو نروار اڄ

نينهن لاتم مون سڃاتم، اي پرين تو کي صنم، ڄاڻ ڄاتم پيچ پاتم

خوب ٿيو خومار اڄ

سجدو ڪيم سِرُ ڌريم، تنهن اڳيون جان فدا، حال هيم جيڪو چيم

جند ڪيو جنسار اڄ

مقيم آيو گهور گهايو، يار سهڻل جي نظر، ساهہ سعيو روح رايو

## ڪافي روپ جوڳ



ڪڏي ملندين تون جاني، تولئي دلڙي ديواني

راتيان ڏينهان اصل اسان کي، بره لائي بيراني

مشتاقن سان دوست ملڻ جي، محب ڪيو مهرباني

شوق تنهنجي ۾ مون تہ وجائي ، جوين هيءَ جواني

تنهنجي سڪڻ ريءَ ساهہ منهنجي کي، هينئڙي اٿم حيراني

دگ هن تي مست مقيم کي، نينهن ڏنو نيشاني

## ڪافي روپ پيروي (ڪانرو پريات)

چهه چهه چمن ۾ گلزار لائي، پيرو پونرن جان بلبل مچائي

رنگا رنگ گلڙا کليا هن ڦلڙا، پتنگ تنهن تي ڏين ولڙا

سندو مچ محبت، ملين ڪا واڌائي

نازبو نظارو ڏاڍو هولايو، پرٿئون پيچ تنهن سان مٿل مون ڪو پايو

وٿن واس سرها، عاشق سدائي

رابيل جو رايو گلاب بهاريو، سورج مندن تي وتي سينگاريو

ٽانگر ٿهڪ ڏئي، گُل ڪا کلائي

مقيم گلن تي مست موالي، چلي چاه مئون ٿو هر دم چالي

## ڪافي روپ بنس



ملڪ مولا جو شال ڏسان، ڏونگر ڏوري مون پرين پسان

ٻاري پنڌ ٻرن جو، راهہ وٺي مون رڙهي رسان

رايو تنهنجي روح ۾، وٽن تنهنجي مون تہ وسان

آهي اڪير مقيم ڪي، چاهہ منجهارئون چسان

## ڪافي روپ جهنگلو

جوش جلايم جانب جيءَ ڪي، روز ڪيان ٿي پره پڪارون

هيڪر وئين منهڙو ڏيکائي، ڳڻتيءَ انهيءَ وڌو مونکي ڳاري

تاب تپايم تن ۾ ڪي تارون

خوش تہ اهو ڏينهن باغ بهاريا، پير جڏي اچي تو ڍولڻ پايا

محب ڏيکاريون ڪي محبت ماڙون

اچڻ تنهنجي سان هي ساهہ سينگاريو، وڃڻ تنهنجي ڪو ٻارڻ ٻاريو

سور سڪايم لهُہ ڪي سارون

مست مقيم لڳو تنهنجي لاري، سجدو ڪري ٿو تو ڪي سنياري

تو ليءَ وجهي ٿو ڪي فڪر ۾ قارون

## ڪافي روپ جوڳ



اهو پرين تون آهين، پول وچون چو تو آٽي

راتيان ڏينهان تون تہ سدائين، روح ٻئي ڪنهن سان ٽيو هاٽي

ڏس ڏيان تو توکي اهو ئي، طلب توڪل جيءَ سان تاٽي

اولو لاهي ٻانهپ وارو، چو منجهون تون چاٽي

مست مقيم ڳالهہ انهيءَ کي، چاڻ منجهئون ڏس چاٽي

## ڪافي روپ بنس جوڳ

پنڌ عشق جا جيڪي پڇن، سر جو سانگو سورهه سٽن

محبت سندي ميدان ۾ عاشق اچي جوشئون جلن

وحدت واريءَ سو واٽ ۾ گوهر اهي گويون ڪٽن

راتيان ڏينهان رند راءُ لءِ جوڳي اهي ننڊ ڪين ڪن

سڪ سوز ۾ سرها سدا، غير سنديون ڪوٺيون ڪٽن

اکڙيون سدا خمار سان، نينهن جي نشي پوتيون وتن

پنهنجو وساري سو پاڻ کي، جهاتي پائي جانب جهٽن

سچڻ سندي سڪ سوز ۾ مخمور موهيا وتن

مست مقيم مجاز ڪئون، مانجهي اهي منهن نہ مٿن

## ڪافي روپ بروو



اسان نينهن منجهہ راضي، جئين وٹئي تئين واه واه

جيئن چوائين تئين چوان ٿو، بي حد بنايَو بازي

توڙي اسلامي آٹيون ڪفر ۾، ڇا تہ ڪندا اتي قِاضي

ڪاٿي ڇاٹائين ڪاٿي پلائين، ڪاٿي ڪرائين آزي

شيخ ڪرين توڙي مشائخ، ڪي مست ڪرين تازي

هيڏانهن هوڏانهن پاٹئي آهين، هن سان ڪرين تو نازي

هتئون هاٹي همہ اوست وارو، سُر سيڪاريَوَ سازي

مست مقيم رمز سڃاڻي، غير ڇڏي ٿيو غازي

## ڪافي روپ بلاولي جوڳ



آءُ پرين ٿون آءُ، تو لئہ ڏٺي ڏينهن ٿيا

راتيان ڏينهان ايڏاهين، تو ريءَ اچي نڪو ساءُ

دل منهنجي ڪي درد تنهنجي ۾، گهور لڳم ڪو گهاءُ

سر پنهنجو ڪيان مهماني، هاڻ اچي تون ڪاءُ

ملڻ ڪاڻ هن عاشق ڪي، طلب آهي ڪو تاءُ

مست مقيم کي جاڏي تاڏي، نظر اچي تو ناءُ

## ڪافي روپ جوڳ



اچي پرين مل جاني، سڄڻ منهنجا سيراني

لَنوَ لعلڻ وئين لائي، مونکي سو ڪين پڏائي

محبت مچ مچائي، پرت لائي پريشاني

سڪ مون کي ساڙيو جائي، پڊل تو ڪا رمز لائي

مست کي خيال ويو ڪائي، بره لائي ڪا بيراني

مقيم موهيو تنهنجي ماڻي، طلب مون يار ڏانهن تاڻي

مُهاران محب موڙي آڻي، وسائج هيءُ ويراني

## ڪافي روپ پرياتي



حسن توهان جو پيارا، ملڪ لٽي ٿو سارا

زلف ڪرائن زاري، ڏنگڙا ڪارن ٿا ڪاري

بي بشيهر باري، نانگا هڻن ٿا نعرا

پروان پنيپيون سي ڪاريون، تيزئون تکيون تلواريون

چشمان چٽن چوڏاريون، پرتئون ڪرن پسارا

ڏاڍي لبن کي لالي، سائل ڏسن ٿا سوالي

عاشق اتي پوءِ حالي، قربئون ڪن قرارا

ظاهر مقيم ذاتي، صورت تنهنجي سجاتي

لَنوَ تو سڄڻ لاتي، نازڪ ڪيون نظارا

## ڪافي روپ ڪلياڻ پيروي

اڱڻ منهنجي آيو جاني، ڪريان قربان جند ساري

سنياريائون هيءَ پنهنجي گولي، اصل ڪان جا هين ٻولي

چڱي سيد هيءَ ٽولي، سندي سردار سرداري

مڏي ۽ مال حڪمت جان ڪيان قربان سڀ پنهنجا

رکان خيال نہ ٻي ڪنهن جا، سواءِ جانب جنساري

وڇوڙو هو ورهين جو، لاٿائون اڄي ننڍر هن جو

ڪيائون قرب ڪرم پنهنجو، وڌائون محبت سندي ڀاري

مست مقيم سڄڻ آيم، پيچ جنهن سان اصل پايم

اڱڻ تن جي تہ نوايم، ڏٺم تجلي ڪا چوڌاري

## ڪافي روپ بنس



متي ڏي يار متي ڏي يار، ياڪر ول تنهنجو رايو

نهوڙيو ناز نيڻن سان، تنهنجي گهورن گهايو

ٿيا جو نينا نظاري جا، رکي رمزن سندو رايو

چٽيون سيف ابرن جي، ڪري سڄڻ مونکي سعيو

هن مست مقيم سان جاني، ملي لنوڙي اچي لايو

## ڪافي روپ ڪنيات

مڏي گهران نہ مال، آهيان سِرَ جو سوالي يار

طلب اندر جون تاڙيون ڪولج، پيائي وارا پول تون پوڙج

بيحد هان بيحد

ڪامل ڪج تون قرب قرارو، نينهن هٽائج نرتئون نعرو

عشق ڪيو اظهار

راتيان ڏينهان وائي ايهائي، لَنوَ مونکي تو جيڪا لائي

طلب ڪيو تہ تيار

مست مقيم ڪي محب ملائج، پير اگڻ تون پيارا پائج

## ڪافي روپ بروو



جانب منهنجي جيءَ ۾ لائي ويو ڪا لوري

هڪ قتيل فراق جي، پيو ڏک ٻڌي آءِ ڏوري

دل ڪسي دلدار ويو، ظالم ڪري زوري

بيراڳڻ هيءَ بَرَ ۾ چا ڪون ڇڏي ويا ڇوري

مست مقيم......................................................

## ڪافي روپ ڪوهياري



ساميڙا لَنوَ لائي ويا، مُئي کي ڪين پڏائي ويا

اُتي آڌيءَ رات کي، جوڳي ڪين جڳائي ويا

خوش ٿي وينا ملڪ پنهنجي تي، هت سور ۾ ساهه سڪائي ويا

راتيان ڏينهان روح منهنجي ۾، طلب جي تارون وجائي ويا

ماڻي سان دل موهي مقيم جي، سيني سڪ سمائي ويا

## ڪافي روپ ڪنيات



هندو نہ مسلمان، آهيان عشق جو امام

سُني شيعي سان نہ ڪم اسانجو، سڀ ڪنهن سان سلام

عشق ملامت قرب اسان جو، خلق چوي توڙي خام

پرت جو پيالو پياريوَ، طلب نہ رهي طعام

مست مُقيم ڪي هر دم هادي، ٻيل پري ڏي جام

## ڪافي روپ مانجهہ

عشق جڏي سِر آيم ڪافر نام سڏايم، پير پرت ۾ پايم

راهہ عشق جي مرشد ڏيکاري، تنهن مئون پيڙي سُڌ هيءَ ساري

سَٽ شريعت سان، ڳل ڳانا جٽيان جڳايم

عشق جو شعلو مون تي پيڙو، حياءُ عقل مون ڪئون ويڙو

دردن جو دهمان، سولي تي سِرُ چڙهايم

عشق اسان تي ڪاهي آيو، گهور نيڻن جي دل کي گهايو

جبل سارو جولان، ٻاڦ انهيءَ سان هڪدم ٻاريم

مست مقيم کي وحدت وائي، عشق پڙهايو باب خدائي

ڪفر نڪو اسلام، هر جاءِ حق سچاتم

## ڪافي روپ پهاڙي

هجر تنهنجي ڪيو حال هيڻو، غمخوار تنهنجي ڇا صلاح

سڪ تنهنجي ۾ اندر اداس آهي، ميخ لڳي آءِ من منهنجي ۾

منٺار تنهنجي ڇا صلاح

نينهن تنهنجي ۾ پيارا هردم پوڪاريان هر هر، مخمور مست ماندي

مختيار تنهنجي ڇا صلاح

آتش عشق تنهنجي ۾ سڙي ساه سينو منهنجو، دام تنهنجو آءِ ڪي دلبر

دلدار تنهنجي ڇا صلاح

مست مقيم سان منڙا جدائي تو ڪي نانهين، ثابت آهيان سڪ تنهنجي ۾

## ڪافي روپ پهاڙي

مِٺا هِن وار اڄ مُون کي، سَڏي سُرڪي پيارين ها

اَلائي ڇا صُبح ٿيندو، نِماڻيءِ ڏي نِهارين ها

مِلڻ لاءِ يار مُون تُنهنجي، اُڏاريم ڪانگ اڄ ڪيئي

پَلائي جو ڪَري پيرو، ڏُکيءَ کي مُنهن ڏيکارين ها

پيالو يار ڏئي مُون کي، وَري پوءِ ڇو سِڪايو ٿا

اِيئن واجِب نہ هو تو کي، سِڪايل کي سينگارين ها

مِلين جي تان اَڄُ ملُ، حَياتيءَ کي بَقا ناهي

ڪَريان سِرُ سَاه سَڀ صَدقي، جَڏيءَ جو جيءُ جِيارين ها

رهي تو مَست هي ماندو، مُقيم تو لاءِ سَدا سُهڻا

هُجين هَان پرين مون ڏي، مُحب معشُوق مارين ها

## ڪافي روپ سورٺ

عاشق اچين جي هِن عشق ۾ وحدت منجهئون وڪڙي وڏاءِ

مردن سندي ميدان ۾ جي تون اچين جوڳي ادا

سِرَ کي سڪ سوز مئون، گوهر ڪٽي گهوري گهماءِ

ڪثرت سندي هن ڪوٽ کي، خوني خنجر ڪٽي ڪپاءِ

نِرتئون نهوڙج نينهن سان، مانجهي اُتي منهن نہ مٽاءِ

خطرا گهٽا تي هن خيال ۾ هڪل ڪري تن کي هٽاءِ

ظاهر باطن گڏ ذات سان، هر هر ايهو هوڪو هُلاءِ

مست مقيم هن موج سان، ٻولي ڪڏهن ٻي نہ ٻڏاءِ

## ڪافي روپ جوڳ



اُتي عمر ساري مٺا دم گذار، مٺا دم گذار پلڪ نا پھر

ميان مال مڏيون ڪم ڪين ايندءِ، سنيار پاڻ پنھنجو ھتون دوست نيندءِ

چڏي اھو ويندين، شاھي تون شھر

راه رب جي جا ڪون جئين تون، پري عشق پيالو پُر چو نہ پيئن تون

ھلندءِ ڪون اُتي، ماھي ڪو مڪر

مست مقيم رکج خيال خاصو، بنان عشق جي پيو وٺ نہ پاسو

وهائج هتون، وٺي وره وڪر

## ڪافي روپ ڀيروي (ڪانرو پريات)

سنگهارن ڪي ساري رنم رات ساري، عقل هوش ويڙو ٻره ٻڃي بيماري

پورن منجهہ پئي هان، ڪيان ٿي روز ڪيهان

نشي نينهن ني هان، ڳڇيءَ ڳل جو ڳاري

جدائيءَ ۾ آهيان، ويٺي ٿي واجهايان

ٻره ٻلائي ٻانيان، وسائي مون واري

دلبر ويس هن ۾ ڏسان شال صحن ۾

ڏادي طلب تن ۾ مجهہ نہ گهوٽ گهاري

مقيم مست ٽيڙو، جهري جان جيڙو

## ڪافي روپ جهنگلو

اُتا مينهن ملير مارن ڏي، موڪل ڏي ميان عمر تون امير

گاهه ڦٽا ٿيون ڏاڍيون گلزاريون، ڦوڳن هيٺ ڦرڙا پاريون

چاڪ اندر ۾ تن جا چير

بوندان بره اتي روز وسايون، جي ته ڏسين اهي ڪرين وحدت وايون

وچني وسري اهي تنهنجون ماڙيون مير

ليمان لقمان تئي مون ته چاٽان، ڪاڻ اسان جو لُلر ۾ لاٽا

طعام تنهنجي ڪون لڳن تيزئون تير

هنڌ پٽڙاٽيون ڪين وٽن ٽا، مهٽا مارن جا مانڪي ٽا

چا ته چوندا اهي وارث وير

مست مقيم چوي طلب تپايو، گهاوَ مارن جي گهورن گهايو

# ڪانگل جا بيت



ڪانگل چئج قريب کي هيءَ جو هٽ مري

ڏسيون سير پرينءَ جا ڏکن منجهه ڏري

جانب جي تہ جدائي ۾ ڳٽتيءَ منجهه ڳري

تنهن لکيو ڪاغذ سڪ مان جو آيو عشق اري

مقيم جي تہ منهنجا پرين هن وارث تي ور ڪري

چئہُ پرين ٻنان پرديس ۾ هن جو جيءُ جهري

تہ مالڪ مير ملت جا ڏس تون ڏيان ڏري

تہ جنهنجو سينو سوز ۾ اندر مچ ٻري

سو پرينءَ کون پري ڪئن ٿا ڪريو سر

ڪانگل چئج قريب کي، حال وڃي هھڙو

جئن ڏيانءِ نياپو نياز سان، تون بہ نئين تهڙو

جو ڏکن ڏيل وڃايو، پيو ذڪر لکان کهڙو

سائين لڳ سهڙو، مهرون ڪج مقيم سان

مهرئون هن مقيم جي، ڪج سائين سان صحبت

سورن صحت وڃائي، پيو حيران ڪئي حيرت

محبن سان محبت ڪٿي، ڪامل تون ڪرائين

ڪانگل چئج قريب کي هٿ ٻڌي هيڪر

چئہ روئي تو روز گهٽو، جنهن کون وهن ٽا نيڪر

پرور لڳ پهچ اڇي پير پري جيڪر

مهرئون هن مقيم تي ڪي وسائج ڪڪر

سائين لڳ سرور ميل محبت جا ڪرين



ڪانگل وچ پرينءَ ڏي، پيرين پنڌ ڪري

پيو ڏيانءِ نياپو ناز سان، نرتيون ڏيان ڏري

چئہُ سائل تنهنجي سڪ ۾ تو مشتاق مري

جو ڪائي ڪين خوشيءَ مون، فراق منجهہ ڦري

توکي ساريون سڄڻا، توراهن منجهہ رڙي

جو پيا ٻہ گهٽا هوا پر منهنجو تو لئہ جيءُ جهري

ايڏانهن نهاريان سڪ مان هت منهنجي ڪين سري

مقيم سان تہ منهنجا پرين وچ ڪامل قرب ڪري

جو صنم هن سائل کون پرور لڳ نہ پري

جو واحد لڳ ڪو وڙ ڪيوس پيو گهايل ڪين گهري

جانب هن جڏيءَ جو جنهن وڏو جيءُ جڙي

سو پرينءَ کون پري ڪئن ٿا ڪريو سپرين

ڪانگل چئج قريب کي هيءَ جا حقيقت

راتيان ڏينهان روح کي، پيو نانهن جيءَ کي جميعت

اٿم آسرو ايڏاهين ڪر واحد وصليت

مون ۾ عيب اپار اٿي پيو بي حد بديعت

نڪو گهران زيب زماني جو، نڪو آهيان طالب طريقت

فڪر منجهہ فقير کي ڪراءِ فائق فضيلت

تو وٽ ڪانهي ڪمعيت، ڪر قرب پنهنجو ڪيچيا

ڪانگل چئج قريب کي سخن هيءُ سارو

تئي ٻاجھ ٻانهيءَ تي ڪيو سيّد سنيارو

اوڪا گهير گهٽيون جاتي مونجھ ڪيو مارو

اتي مست مقيم کي هٿاءَ نينهن سندو نعرو

وحدت جو وارو، واحد لڳ وڄراءِ تون

ڪانگل چئج قريب ڏي هيءَ جا ڳالھ ڪٽي

تہ بي حد پئي هان بند ۾، هاٽي جيڪا توکي وٽي

هن ڪمينيءَ ڪچايون ڪيون، پيو وڌس حرص هٽي

هاٽي ڪري تو آزي، عجز مون تہ جيڪا منهنجي رب ٻٽي

دلبر درس ڪٽي ميتي ڇڏ جاءِ مدس کي

ڪانگل وڃ قريب ڏي، جلد تون جاني

جهيڙا جٽيون تنهنجا ڪيم ڳچيءَ جي ڳاني

دُرس خوش آهيان دل ۾، هان دلبر تو داني

حاتق حقاني ڪٽي ميلو ڪج مست مقيم سان



ڪانگل وچ قريب ڏي پانڌي ڪڻي پيغام
درس پيو اٿم دل ۾ دلبر تنهنجو دام
هڪائي سڪ سوڙهو ڪيو، طلب نہ رهي طعام
مير مڪي جا ڄام ڪر ميلو مست مقيم سان

ڪانگل وچ قريب ڏي، پر ڳالھ ڪجانءِ سچي
چئہُ محبت جي ميدان ۾ پيو مقيم مچي
ڪڻ تون بار بدڪار جا ڪامل ڪج نہ ڪچي
دلبر پاڻ اچي ڪڻي ڪج ميلو مست مقيم سان

ڪانگل وچ قريب ڏي، روهن مئون تہ رسي
تہ وٺايم واٽ وجود ڪي، جا رهبر راھ ڏسي
ڪامل هن ڪمذات ڪندو، قربئون ڪين ڪسي
هاڻي پرين تو ڪي پسي ڪڻي راضي ٿيندين روح سان



# بیت مترفقہ



زُلف یار میڈي ڈِیان، ویکڻ نال لڑدا، قَسمہ پَرور دا،

جنگ اِهین وِچ جوئي آوي، مَرد اُهو مَردا، قسمہ پَرور دا،

اَبرو تنهان دي جوئي ویکي، سَیرُ کري هِن سِرَ دا، قسمہ پَرور دا،

نک نشاني آهي حقاني، کیا بات کري بردا، قسمہ پَرور دا،

نیڻ نوازیل نُور پَریل، روشن هن رَهبر دا، قسمہ پَرور دا،

اڳیون تنهاندي لعل کیا هن، جو چپ چرن تنهن دلبر دا، قسمہ پرور دا

لَب سچڻ دا ایوین ویکو، چَا جَلوه ویک قَمر دا، قَسمہ پَرور دا،

مَست مُقیمہ کي وائي اِهائي، جو چَا هي تاب قمر دا، قَسمہ پَرور دا.

وه دلبر سهڻا من موهڻا، هڻُ نال اسانڈي پولو بي

ابرو تمهارا عرش الاهي، چشمہ دلبر چولو بي

حسن تساڈي مئکون موهیا، لعل لبان هس کولو بي

مقیمہ نماڻا نوکر تیڈا، واڳ وصل دي مولو بي





آهو عین عجیب سڄڻ دي، گھور تنهن گهایا مئن پہ پایا

حسن تنهان سا کیا مئن آکون، شمس قمر شرمایا مئن پہ پایا

هکڑا کریندا سینگار عجائب، ڋوجها رنگ رلایا مئن پہ پایا

اکیان میٹیم تیڋي مست مقیم کون هر دا، هادي سخن سمجهایا مئن پہ پایا

عاشق نماٹي در تیڋي تي، عمر گذاري ساري ڋس هک واري

نال اسانڋي کڻ نیڻ نماٹا، کر صاحب لڳ ستاري ڋس هک واري

نازین نال دل لٹ نیتوئي، ماٹي تساڋي ماري ڋس هک واري

مهٹا تساڋا سِر میڋي کون، صحت عجب سینگاري ڋس هک واري

مست مقیم کون خیال خدائي، طلب تیڋي دل تاري ڋس هک واري

نرگس نین سُهٹي سیاه سڄڻ دي، هِن ناز پري نِروار ڋُوهین

کاکل صنبل حلال کریندي، مشق خطن تاتار ڋوهین

لَب مرجان لعل بَدخسان، قَند شَکر گفتار ڋوهین

قامت دلبر سَرو صنوبر، طوبا میکون هین رخسار ڋوهین

شان شَبر شَبیر دي هِن، دوست مینون درکار ڋوهین

حَسن حُسین حمایت میڋي، مُولا دي مُختیار ڋوهین

مَست مُقیم حامي دن حشر دي، تیسن نبي علي سردار ڋوهین

اکیان میڋي یار دِیان، کجلیان کاري، توبھ زاري

ويکڻ نال من موهيندا، سُرت نيون ساري، توبهہ زاري

گهايل دل کون گهاۓ مارينداِ، چَوک ڏيون چوڏاري، توبهہ زاري

اَبرو سيف سَتن سَتکار، ڏاڍو بره بچايم باري، توبهہ زاري

مَست مُقيم اڳيان سهٹيان دي، ڳل ڳچي وچ ڳاري، توبهہ زاري



ظالم زلف سڄڻ دي، جو کيدي خون جگر دي، قسم حيدر دي

کاون ماس هڈّان دا، پارن باهہ بره دي، قسم حيدر دي

کالي نانگ بشيهر وانگون، مارن ڎنگ زهر دي، قسم حيدر دي

چشمان کريندي چاک اندر وچ، ابرو تيغ تبر دي، قسم حيدر دي

لب سڄڻ دا ايوين ويکو، چا جلوا ويک قمر دي، قسم حيدر دي

مئن نماٹي تيس اياٹي، چا جلوا ويک قمر دي، قسم حيدر دي

مَست مُقيم نماٹان کيا کري، جو پيس پيچ ازل دي، قسم حيدر دي



دلبر ميڈا نور نوراني پاک پيشاني، قسم حقاني

کاکُل ميکون قيد جو کيتا بره لائي بيراني، قسم حقاني

چشم دلبر دي چور جو کيتا، ابرو سيف ايراني، قسم حقاني

نٹ نزاکت نک وچ لاتي، بولو بينسر کيو مستاني، قسم حقاني

جب سڄڻ دا لعل چا ويکو، چا محب اڳيون مرجاري، قسم حقاني

ٹلڻ سڄڻ دا مور چا ٹلندا، کران قمر قرباني، قسم حقاني

موهيو مَست مَقيم کي مام انهيءَ، جو هين راز رباني، قسم حقاني



جوڳي آيا جڳ ۾، مئي پريا مهراڻ

سڪ گھٽي هين ساھ ۾، محبت پريائون ماڻ

ماري نفس مدعي کي، پري ڪيائون پاڻ

موهيا مست مقيم ٿئي، جائي پيا هن جاڻ

وحدت جا وٿاڻ، ڪٽي ويراڳين وسايا

# سسئي جا بيت



پلپل پُنهل يار، مُونکي پُور پون

تُون نڌر تي نِنڌُون ڪرين، تڏهن هوت وڃن

جيڪي ڪيچ پُڄن، نِنڊَ نہ ڪم تنهن جو

مُونکي پون پُور، پلپل پُنهل يار جا

سهسين اُيرن ساهہ ۾، سڄڻ تُنهنجا سُور

جانب وِڌم جنبُور، ڪٽي مُحبت جا مُقيم ڪي

پلپل پنهل يار جا، پاءِ ويتي پُڄُ

رئندي رات گذار تون، ڏينهان ڪين ڪُڄُ

ٿڪيم شهر پنيور ۾، ڪري من ۾ مدائي

هاٿي گهر گهر گدائي، ڪندس محبن ريءَ مقيم چئي



پينر شهر پنيور ۾، مون گهايل ڪين گهاريان

وٺي ور ولها ويا، هاڻي هنجون ٿي هاريان

ڪنيون پير پنهل جا، ترٽئون نهاريان

سڄڻ ڪي ساريان، من ٻاروچو ٻاجهه ڪري

اديون ڙي اٿم آسرو، منهنجو ٻاروچل ايندو

ورتيون نماڻي پاڻ سان، ننڊر هيءَ نيندو

مست هن مقيم ڪي، اچي دلاسو ڏيندو

گولي گڏيندو، ڪٽي ٻاروچل ٻاجهه سان

ڏهاڙيون ڏکيءَ ڪي، ڏکن ڏيکاريو

هڪ تہ نڪري آه اندر مئون، ٻيو تن جي تاب تپايو

هڪ بره ٻيو باهہ، ٿيون سورن سڪايو

جودئون جاڳايو، جوش تہ جتن جي جيڏيون

هڪ سور ٻيو سڪ، ٿيون وحدت جي وائي

چوٽون چلڻ چاه مئون، ڪرڻ ور سان وڏائي

ڇهون چنڻ نانهن ڪو، ستون صفائي

ائون اٺڻ اُڪير مئون، جو ڪئي جاني جدائي

نائون ننڊ نانهن ڪا، ڏهون ڏونگر ڏکيائي

يارهون ساڻ يقين جي، ڪئي رهبر روشنائي

ٻارهون ٻاڻ ٻروچ سان، تيرهون توڪل تڪڙائي

چوڏهون چاڪ جگر جي، گهايل هيءُ گهائي

پندرهون پور پنهل جو، اتم مقيم مولائي

سورهون سڪ سبيل تي، سترهون سوائي

اٺارهون تہ اُٺي هلي، جو ڪنهن نائي نوائي

اڻويهون آئي، ڪٺي ورهہ ڪيس ..........

سسئي جون ٽيھ راتيون



پهريون رات پنڌ ڪري، ڏانگها آيس ڏير

پنهل نيائون پاڻ سان، قند ڪري ڪي قير

پانڌي موٽيا پوئتي، پويان ڪري پير

هيءَ صبح ساري سير، هو سنجهي ساٿ ڦري ويا

ٻيءَ رات ٻاروچل ڏي، ڪامڻ هلي ڪهي

اچي پياهيس اوچتا، خطرا خيال ڪهي

ويندا ڏينهن لهي ڏفريندي ڪي ڏک ۾



ٽين رات ڪري تات، سرتيون سڄڻ جي

ملي مانجهي آٿي سانجهي، ٻي آءَ سڪ نہ ڪنهن جي

ڪري بات ملي ڏات، پرتيون پنهل جي

توڙئون آءَ تنهن جي، لکي روز ازل ڪئون

چوٿين رات چريءَ ڪي، بره ڪيو بيران

تي سڪي گهٽو ساه ۾، هوتن لاءِ حيران

هڪ هئي مَحوُ مجاز ۾، ٻي پرت ڪئي پريشان

محبت جو مئخان، ڏوري شال ڏسان وڃي



پنجين رات پرين جو پلپل جاڳيس پور

ڪنهن کي سٽائي ڪين ڪي، محبت جو سُور

هڪ درد جاڳيو هوس دل ۾، سچڻ سندو سور

بره ڪئي پرپور ڪٽي مستيءَ منجهه مقيم ڇئي

ڇهين رات ڇاتيءَ مئون، ذڪر تيس ذاتي

آيس موج مستيءَ مون، پيو سور تيس ساتي

وهي ويس وجود تي، ڪا قرب جي ڪاتي

جا انت ڪون آتي، مولىٰ شل نہ ميڙئين

ستين رات سرت مون، ڪيائين جاڳڻ جو جَسُ

تہ ملي هوت پنهل سان، قلب لاهيان ڪسُ

سڪ تنهنجي آءِ ساه کي، ڏونگر ڏي ڪو ڏس

ووڙي ڪندس وس، جيڏيون تنهن جت لئہ



اٺين رات اٿڻ سان، تي سڪ مون سڏ ڪري

جانب مئيءَ جو جتم، هو ويجهو من وري

بيراڳڻ تہ بلبل جيان، ڦيريون ڏئي ڦري

پرين وچ نہ پري، متان ڏکي ڪري ڏونگرين



نائين رات نياز مئون، ڪيائين آزي لڳ الله

ڏونگر منجهئون ڏکيءَ کي، رهبر ڏسج راهہ

پنهل پارس مٽيءَ جو، جنهن کي ساريو آءِ ساهہ

وارث ڪجانءِ واهہ ڪٿي، مانديءَ جي تہ مقيم چوي

ڏهين رات ڏکيءَ کي، ڏونگر ڏڪايو

جاڳي جو تہ جتن کي، تو ڦتيل ڦاسايو

وٺي ويا هي اوچتو، تو نشي نوايو

هاڻي صبح سنياريو، تو ساٿ پنهنجو سسئي

يارهين ڏينهن يار ڏي، هيءَ هيڪلي هلي

ڏير بہ ويا هيس نڪري، چڏي ڳوٺ ڳلي

ڏسي بلائون برن جون، هيءَ پوئتي ڪين ولي

هاڻي جهولي ڪنهن نہ جهلي، وئي رمندي روهہ ڏي



ٻارهين رات ٻروچ ڏي، هلي پورهيت پنڌ ڪري

ڏير ٻہ ويا هيس نڪري، تي ڳٽيءَ منجھہ ڳري

ساريو هوت پنهل کي، تي محبت لئہ مري

هاٿي ڏونگر ڀڃ پري، متان ساڙي ڇڏئي سسئي

تيرهين رات تڪڙ مون تي وجهي وک وڌي

قتيل هئي تہ فراق ۾ ٻيو ڳٽيءَ اڃي ڳڏي

سڪايل هئي سور ۾ روئڻ منجھہ رُڏي

ٻاروچل ٻڏي، ڪڏي ويا هيس ڪيچ مئون

چوڏهين رات چرڪو، تي چوري چوڏاري

سڪ ساڙيو هيس ساهہ کي، ڪري توبهہ زاري

ووڙي لهان نہ ور کي، ڏي ڏاتر ڏيکاري

جا محبت جي ماري، سا ماندي ڇڏ نہ مقيم چئي

پندرهين رات پنهل ڏي، ڪامڻ ڪيو پنڌ

باري بگهڙ برن جا، تنهنجو ڀڃي ڪنڌ

ڏاري ڏونگر ڏاڪڙا، تئن مئون ڪري هنڌ

سسئي لڌو سنڌ، ڏکيءَ تنهن ڏونگر جو



سورهين رات سرتين کي، سسئي اتو هڻءَ

جهليو ڪين اوهين جيڏيون، مان ڪاڪيون ڪندس ڪئن

ڪاهي ويندس ڪيچ ڏي، جاتي پنهل سينءَ

توڙي ڪائن شينهن، تہ بہ هاڙهي ملان هوت کي

سترهين رات سڏير تي، ڏنائين دل کي دلاسو

جهاڳي ويندس جبل کي، لڳندم پنهل سان پاسو

راضي ٿيڻ راز تي، اهو ڪم آهي خاصو

محبت جو ماسو، وين ڪين وجود مئون

اٺارهين رات اٿي ڪري، چتو چيائين

تہ وڃان هوت پنهل ڏي، جهڙڪيون جهائين

پڇي ڏونگر ڏور تي، ڪڏ متان ڪاهين

سچڻ جني سائين، ڏونگر ڏڪيج تن کون



اڻوهين رات عشق مون ڪيون سسئي الاهون

تہ موٽ مديني جا ڏٽي، دلبر ٻڌي دانهون

ڏسي پير پنهل جا، هاٽي نهاري هون

هن اجهل جون آهون، شل پونديون ڪن ڪريم جي

ويهين رات وصال جو هن کي ذوق ٿيو ظاهر

پرتيون چوي پاڻ کي، متان ڪوڙي ٿئين ڪاهر

هلندس هوت پنهل ڏي، شوق ٿيندم شاعر

هاڻي محب سان ماهر ڪندو، ڪامل ڪيچ ڏٺي جو

ايڪوهين رات اُٺي ڪري جانب وهائي جرُ

تون دانهن دلين جو ڏٺي، والي ملائج ورُ

صاحب سرتين وچ ۾، ڪامل ڪٺائج ڪرُ

هاڻي پوڳڻ جهاڳيو برُ، ڏهاڙيون تہ ڏکن ۾

ٻاوهين رات پروچ جاءِ هن کي دل ۾ پيا دليل

هڪ باندر بيحد برن ۾، پيا ڪرن الگار اليل

اتاهون لنگهائج تون ڏٺي، قرب ساڻ قليل

هاڻي خطرا لاهہ خليل، بيراڳڻ جا برن ۾

ٽيوهين رات ٽڪر مون، هلي پورهيت پير ڪٺي

جانب جيڪو جت هوس، تنهن جاڳڻ ڳٺي

سڏي سائل سڪ مون ۾، هتڙا هيٺ هٺي

جيڪا والي ڪي وڻي، سا ٻينر ٻلي ٻانيان



چووهين رات چلي هلي۽ ساجهر منجهئون سڪ

ڏکي نہ ڏونگر جا لنگهي ويندي لڪ

منهن جي پنهل يار سان۽ ٻولي اٿم هڪ

چولي تي اٿم چڪ۽ ڪٿي پنهل ڪاڻ پنڌ ۾

پنجهوهين رات پنهل جو هن کي اچي پهُ پيو

ويندس هوت پنهل ڏي۽ منهنجو جاڏي جت ويو

لا اله الا الله محمد رسول الله۽ اهو هنيائين هلُ

ڪلمون چئي ڪل ملي هوت پنهل سان

داستان مرشد مست محمد مقيم صوفي القادري

تاريخ **23** ذوالحج **1361** هہ

بقلم سليمان فقير

از جهان خان